ڊاڪٽر صاحب سنڌ جي ثقافت جو قدردان ۽ پارکو هو. جنهن سنڌ جي تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت کي محفوظ ڪرڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي ۽ پاڻ ان سلسلي ۾ واسطيدار عملي کي پڙ ڪم کي پايهء تڪميل تي پهچائڻ لاءِ تاڪيد ڪندو رهندو هو. پر افسوس جو منصوره ميوزيم لاءِ ڊاڪٽر صاحب جيڪو خواب ڏٺو، سو سندن حياتيءَ ۾ پورو نه ٿي سگهيو.

اُن جو سبب اِهو هو ته، آثار قديمه ۾ ڪوبه سنڌ سان لاڳاپيل آفيسر نه هو، جيڪو ان ڪم ۾ دلچسپي ڏيکاري. سڀ آفيسر پنجاب ۽ سرحد کان ايندا هئا، جن جي سنڌ جي ثقافت سان ڪا دلچسپي ڪونه هوندي هئي. جنهن جي ڪري ئي هِتي جي قديم آثارن کي تمام گهڻو نقصان پهتو آهي. ڊاڪٽر صاحب جا اهڙا اخباري ڇپيل بيان اڄ به ان جي شاهدي ڏين ٿا. پر هاڻي ڇا ٿو ڪري سگهجي!؟ هاڻي ته منصوره ميوزيم واري اُها عمارت به ڊهي وڃي پٽ پئي آهي ۽ ڊاڪٽر صاحب به منصوره ميوزيم جي آس ڪٽي وڃي آرامي ٿيو آهي.

سنڌ پنهنجي قديم تهذيب ڪري اڄ به پوري دنيا ۾ مشهور آهي ۽ اهي آثار اسان جي تهذيب جا نشان آهن. جيڪڏهن اِهي آثار ختم ٿي ويا ته ڇا پوءِ سنڌ جي سڃاڻپ ۽ سنڌي قوم باقي رهندي...!؟

هِتي مون کي هڪ ڳالهه ياد اچي رهي آهي، جڏهن اسان جي قديم آثارن واري آفيس ۽ ڊاڪٽر صاحب جي ڪوشش سان تعمير ڪرايل حيدرآباد ٽالپر ميوزيم کي 09- جولاءِ 1987ع تي سنڌ دشمن عناصرن باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو هو، ته ان کان به ٽي ڏينهن پهرين ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ شاهه آفيس ۾ آيو هو ۽ پاڻ ميوزيم گهمي اچي لائبريري ۾ ويٺو. جتي ڪيترائي ئي ناياب ۽ قديم دور سان لاڳاپيل قلمي قرآن مجيد ۽ ٻيا تاريخي ڪتاب موجود هئا. شاهه صاحب ڪجهه ڪتاب ڏٺا ۽ وزٽ بُڪ تي نوٽ به لکيو. پاڻ ڪجهه فوٽن ۽ ڪتابن جي فوٽو ڪاپي گهريائين ۽ چيائين ته آءٌ وري سومر تي ايندس.

پر افسوس جو 09 تاريخ تي رات جو آفيس ۽ ميوزيم کي باهه ڏئي ساڙيو ويو ۽ وعدي مطابق شاهه صاحب سومر جي ڏينهن آيو ۽ آفيس جي مين ڏاڪڻ تي اچي بيهي رهيو. آءٌ شاهه صاحب کي پري کان ڏسي حيران ٿي ويس! شاهه صاحب کي اڇو پهراڻ ۽ پاجامو پهريل هو. آءٌ جلدي وڃي ساڻن مليس، سندن اکين مان نير وهي رهيا هئا. پاڻ مون کي ڏسي چيائين ته ميرزا صاحب هيءُ ڇا ٿي ويو!؟ مون چيو سائين اڄ اسان جي سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهم باب ختم ٿي ويو. پر سواءِ افسوس جي ڪجهه به نه ٿو ڪري سگهجي. چيائين، اها بزدلي آهي، اسان کي احتجاج ڪرڻ گهرجي، نه ته هڪ ڏينهن هِن ڌرتي تي اسان جي ثقافت جو نالو به ڪونه هوندو...!

هن مهل اها ڳالهه صحيح ثابت ٿي رهي آهي. جنهن طرح سان اسان جي ثقافت کي هٿ وٺي تباهه ڪيو پيو وڃي، ان جو مثال اسان جي اکين آڏو آهي. سچ ته اُن واقعي جي جيتري به مذمت ڪجي، اها ٿوري آهي. ان سلسلي ۾ اخبارن ۾ گهڻو ڪجهه لکيو ويو ۽ ٽماهي ’مهراڻ‘ رسالي جي ايڊيٽوريل ۾ ته نفيس احمد ناشاد گهڻو ڪجهه لکندو رهيو، پر ڪجهه به نه ٿيو...!؟

هاڻي قديم آثارن وارو محڪمه سنڌ حڪومت کي مليو آهي، جنهن ۾ کين 126 ماڻهو مليا آهن. منهنجي کين گذارش آهي ته، سنڌ جي ثقافت کي بچائڻ لاءِ ڪي اهم اپاءَ وٺن. خاص ڪري جناب مخدوم جميل الزمان صاحب کي گذارش آهي ته، پاڻ ڊاڪٽر صاحب جي رهيل مشن کي مڪمل ڪري پايهء تڪميل تي پهچائن ۽ منصوره جي تاريخ ۽ ثقافت کي محفوظ ڪن.

هيءُ مضمون مون پنهنجي يادگيري جي بنياد تي لکيو آهي. جيڪڏهن اسان جي آفيس نه سڙي ها ته، ڊاڪٽر صاحب واري لکپڙهه پڻ هن ۾ شامل ڪئي وڃي ها، ته جيئن پڙهندڙ خود ڊاڪٽر صاحب جي سنڌ شناسيءَ بابت اندازو لڳائي سگهن.

منصوره جي تاريخ ۽ ثقافت کي محفوظ ڪن.

هيءُ مضمون مون پنهنجي يادگيري جي بنياد تي لکيو آهي. جيڪڏهن اسان جي آفيس نه سڙي ها ته، ڊاڪٽر صاحب واري لکپڙهه پڻ هن ۾ شامل ڪئي وڃي ها، ته جيئن پڙهندڙ خود ڊاڪٽر صاحب جي سنڌ شناسيءَ بابت اندازو لڳائي سگهن.